# شام جا ٽگ

۽

ٻيون ڪهاڻيون

محمد صالح کهڙو

مهراڻ اڪيڊمي

دلچسپ ڪھاڻيون

## فھرست




| | | |
|---|---|---|
| ڇپائيندڙ | : | قمر ميمڻ |
| نگراني | : | احمد مرتضيٰ لالا |
| ٽائيٽل | : | خالد پٽي |
| ڇاپو | : | چوٿون 1999ع |
| تعداد | : | ٢ هزار |

قيمت =/4 رپيا

ملڻ جو هنڌ

مهراڻ اڪيڊمي واڳنودر شڪارپور

۽

سنڌ جا سمورا ڪتاب گھر

# شام جا ٺڳ

ٻڌالھ ٿا ڪن تہ اڳاٽي زماني ۾ شام جي ملڪ ۾ ٽي وڏا ٺڳ رھندا ھئا. اھي وڏا چالاڪ ھوشيار ۽ عيار ھئا، ۽ اڪثر ماڻھن کي پنھنجي عياري ۽ فريبيءَ سان لٽيندا ۽ ڦريندا ھئا. مختلف ويس ڦيريندا ھئا، ڪڏھن عورتن جو ويس، ڪڏھن فقيرن جو ويس تہ ڪڏھن وري اميرن جو ويس پائيندا ھئا. ان وقت شام جو بادشاھ انھن ٺڳن جي مڪاريءَ کان باخبر ھو ۽ ڏاڍو پريشان رھندو ھو. ان پنھنجا سپاھي انھن ٺڳن کي پڪڙڻ لاءِ موڪليا ھئا، ليڪن اھي ھر ڪوشش کان بعد بہ ناڪام رھيا ھئا ۽ انھن کي گرفتار نہ ڪري سگھيا ھئا. بادشاھ ماڻھن جي دانھن ۽ ڪوڪن کان تنگ اچي آخرڪار ھر جڳھہ تي سخت پھرو لڳائي ڇڏيو، پر ان پھري ۾ چؤنڪي ھوندي بہ انھن ٺڳن پنھنجو ڪم جاري رکيو ۽ ان پھري جي پرواھ بہ نہ ڪئي.

اتفاق سان انهن ڏينهن ۾ ترڪيءَ جي ملڪ ڪان هڪ وڏو واپاري شام ملڪ ۾ تجارت جي بهاني آيو هو ۽ هي به ڪنهن فريبيءَ ڪان گهٽ نه هو پنهنجي ملڪ جو وڏو مڪار ۽ عيار هو. اهڙيءَ طرح سان ئي هو سفر ۾ بغير ڪنهن ڏوکي ۽ فريب جي صحيح سلامت شام ملڪ ۾ پهچي ويو. جڏهن هن شام ۾ قدم وڌا تڏهن اتان جي ماڻهن هن کي انهن ٺنهي ٺڳن جي باري ۾ سچي حقيقت ٻڌائي. جڏهن هن انهن ٺڳن جي باري ۾ ٻڌو تڏهن انهن کي سزا ڏيڻ لاءِ سوچيائين ۽ اهو پڪو فيصلو ڪيائين.

سڄو سارو سامان وڪڻڻ کان بعد جڏهن ترڪيءَ جو عيار تاجر واپس پنهنجي ملڪ وڃڻ لاءِ تيار ٿيو تڏهن هن شام جي هر هڪ ماڻهوءَ کي ٻڌايو ته هو ڇهن مهينن گذرڻ کان بعد پيهر شام ۾ ايندو، ڇاڪاڻ ته هن کي واپار مان ڪافي فائدو پيو آهي. جڏهن انهن ٺڳن کي ان واپاري جي پيهر آمد ٿيڻ جي باري ۾ خبر پيئي ته ڏاڍو خوش ٿيا ته هاڻي چڱو ڀلو شڪار هٿ

اڃي ويندو ۽ ان کي ڪيئن به ڪري ضايع ٿيڻ نه ڏبو. انهيءَ لاءِ هو انهن ڇهن مهينن جي گذرڻ جو انتظار ڪرڻ لڳا. هيڏانهن ترڪيءَ جو واپاري جڏهن پنهنجي ملڪ ڏانهن ويو ته ان ساري ڳالهه پنهنجي هڪ دوست کي ٻڌائي جيڪو هن کان به وڌيڪ هوشيار ۽ عيار هيو.

اهڙيءَ طرح سان انهن پنهي پاڻ ۾ صلاح ڪري شام جي نڳن کي شڪست ڏيڻ جو هڪ بهترين منصوبو بنايو ۽ گهڻو سامان کڻي شام ڏانهن روانا ٿيا. واپاريءَ سفر جي دوران پنهنجي دوست کي پٽ بنايو. اهو دوست به پنهنجو ڪردار صحيح نموني سان نڀائيندو رهيو. هر وقت وڏن ماڻهن جي ٻارن وانگر اڇمچلائپ ۽ پيٽ پرائيءَ سان ڳالهائيندو ۽ گهمندو رهيو. رستي جي هر ماڻهوءَ اهو پئي سمجهيو ته گهڻن پئسن ۽ دولت جي هجڻ ڪري ۽ ترڪ واپاريءَ جي لاڏ ۽ پيار هن کي اهڙو ڪيو آهي. جڏهن انهن جو قافلو شام جي ملڪ ۾ داخل ٿيو ته اوچتو ئي اڻ واقف شخص هنن وٽ آيا ۽ ترڪ واپاريءَ کي چوڻ لڳا ته

اسان بادشاھہ جي طرف کان آيا آھيون ۽ بادشاھہ اسان کي حڪم ڏنو آھي تہ توھان وٽ جيڪو بھترين مال آھي اھو اسان توھان کان وٺون ۽ اھو بادشاھہ کي ڏيڪاري داد حاصل ڪريون ان ۾ توھان جو سڀ کان وڏو فائدو آھي.

ترڪيءَ جو واپاري سمجهي ويو تہ اھي ٺڳ ٿي سگهن ٿا ليڪن ان پاڻ کي اڻ ڄاڻ ڄاڻائي چيو تہ "توھان جي ڳالهہ تہ صحيح آھي ليڪن مان توھان اڻ ڄاتل شخصن تي اعتماد ڪيئن ڪريان. جيڪڏھن توھان پنھنجي ضد تي قائم آھيو تہ مان پنھنجي سامان سان گڏ توھان سان شاھي دربار ڏانھن پنھنجو پٽ موڪليان ٿو تان تہ اھو خود ئي بادشاھہ کان پوري رقم وصول ڪري." اھا ڳالهہ ٻڌي اھي ٽيئي ٺڳ راضي ٿي ويا ۽ ترڪ تاجر پنھنجي ھڪڙو بنايل پٽ کي گھڻو سازو سامان ڏيئي انھن ٺڳن سان گڏ بادشاھي دربار ڏانھن روانو ڪيو، پر تڏھن بہ ڪجھ سامان پاڻ وٽ رکيائين ۽ قافلي سان گڏ شام ملڪ جي اندرين

شهرن ڏانهن سفر ڪندو رهيو.

هيڏانهن جڏهن ترڪ واپاريءَ جو هترادو پٽ انهن ٺڳن سان هلڻ لڳو، تڏهن ڪجهه پنڌ ڪرڻ ڪان بعد ڏينهن منجهند جو پنهنجو منهن هڪوبڪو ڪري روئڻ لڳو ۽ دانهون ڪرڻ لڳو. ٽيئي ٺڳ هن کي روئندو ۽ دانهون ڪندو ڏسي وائڙا ٿي ويا ته هن کي ڇا ٿي ويو ۽ هن کان پڇا ڪرڻ لڳا ته ڇا ڳالهه آهي جو تون روئين ٿو. هن ڪيس ورندي ڪونه ڏني ۽ روئڻ جاري رکيو. آخرڪار گهڻي زور ڀرڻ تي سڏڪا ڀريندي ڪيس ورندي ڏنائين ته "سائين غضب ٿي ويو، قهر ٿي ويو." اهي ٺڳ وائڙا ٿي ويا ۽ چيائون ته ڇا ٿي ويو.

هن ورندي ڏني ته "پيارا دوستو مون وٽ هڪ قديم نسخو هيو، جنهن جي ذريعي سون بنائي سگهجي ٿو. ليڪن سون ٺاهڻ ۾ جيڪي شيون استعمال ڪجن ٿيون، اهي صرف ترڪيءَ ۾ ئي ملن ٿيون. ان لاءِ منهنجي والد کي اهو ٻڌائڻ ضروري آهي ته هو به اسان

سان گڏ شاهي دربار ڏانهن هليو ۽ بادشاهه کي سون ناهڻ جو نسخو ٻڌائي ۽ سون ناهي ڏيکاريس ته بادشاهه اسان کي وڏا انعام اڪرام ڏيندو."

هڪ لالچي نگ هن جي ڪنٽرول ۾ اچي ويو ۽ چيائين پوءِ ڇا ڪرڻ گهرجي؟. ترڪ واپاريءَ جي ٻنايل هٿرادو پٿ سمجهيو ته هي ٽنهي نگن کان وڌيڪ لالچي آهي، تنهنڪري هن کي جلد پنهنجي ڏور ڌاڳي ۾ آڻي سگهجي ٿو ان ڪري هڪو ٻڪو ۽ روئٽهارڪو ٿي چوڻ لڳو ته والد صاحب غلطيءَ سان اها صندوق مون کي ڏئي ڇڏي ۽ هاڻي مان ڏٺو ته اها صندوق کلي پئي آهي ۽ اڌ سامان رستي ۾ ڪٿي ڪري پيو آهي.

لالچي نگ وڏو وات ڦاڙي چيو ته ڇا؟

هٿرادو پٿ چيو ته هائو دوستو! مان سوچيو ته دوستي ۽ ڀائپيءَ جي ڪري مان توهان کي سون ناهي ڏيان.

پوءِ ڇا ٿيندو؟ هڪ ٻئي نگ چيو:

هٿرادو بنايل پٽ چيو تہ والد صاحب وٽ اهي ئي شيون آهن. ڇاڪاڻ تہ اسان بہ صندوقون پريون هيون۽سين اڻ ڪان وچي گھر. پوءِ مان توکي گھٽو ۽ جهجهو سون ناهي ڏيندس. حڪيم بابا يعني هٿرادو پٽ نڳن کي چيو.

تيئي نگ اهو ٻڌي لالچ ۾ اچي ويا ۽ ايترا تہ انڌا ۽ مدهوش ٿي ويا جو ترڪ تاجر جي تلاش ۾ نڪري پيا. وڃڻ وقت حڪيم بابا پنهنجو ڪڙتو لاهي انهن کي ڏنو هيو ۽ انهن کي چيائين تہ والد صاحب کي هي ڪڙتو نشاني طور ڏيکارجو تہ توهان کي ٿاهڻ واريون جڙي ٻوٽيون ڏيندو.

ٽيئي نگ حڪيم بابا يعني هٿرادو بنايل پٽ جو ڪڙتو ڪڻي ترڪ واپاريءَ کي شهر شهر گھٽي گھٽي ۽ ڳوٺ ڳوٺ ۾ ڳولڻ لاءِ نڪري پيا.

هيڏانهن ترڪ تاجر پنهنجي هٿرادو بنايل پٽ کي نڳن سان گڏ موڪلڻ کان بعد بادشاهہ جي محل ۾ آيو ۽ بادشاهہ کي سڄو قصو ٻڌايائين. بادشاهہ قصو

ٻڌي ويتر وڌيڪ پريشان ٿيو تہ جيڪڏهن حڪيم بابا کي ڪجهہ ٿيو تہ منهنجي ملڪ شام جي ڪيتري نہ بدنامي ٿيندي. ليڪن ترڪ واپاريءَ مشڪي چيو تہ ڪا بہ پرواهہ نہ آهي توهان تسلي ڪريو. حڪيم بابا کي انشاء الله ڪجهہ بہ نہ ٿيندو. اهو ڏينهن ۽ اها رات ترڪ واپاري بادشاهي محل ۾ گذاري ڇاڪاڻ تہ هو ٿڪ ٽٽل هيو. ٻئي ڏينهن هي بازار ۾ گهمڻ ويو ۽ ڪجهہ بادشاهہ جا ماڻهو بہ وَيسُ بدلائي هن جي اڳيان پويان گهمندا رهيا. اهڙيءَ طرح سان هن بازار ۾ روزانو گهمڻ جو معمول بنائي ڇڏيو.

هوڏانهن اهي ٺيئي ٺڳ حڪيم بابا يعني ترڪ واپاريءَ جي هٿرادو بنايل پٽ جو ڪڙتو ڪنيو ترڪ واپاريءَ کي ڳولهيندا وتن پيا. آخر هڪڙي ڏينهن هن کي ترڪ واپاري بازار ۾ هڪ جڳهہ تي ويٺل نظر آيو. هي ٺيئي خوشيءَ ۾ هن ڏانهن ڊوڙندا ويا ۽ چوڻ لڳا تہ بابا هي ڪڙتو توهان جي پٽ جو آهي. ترڪ واپاريءَ شوخي انداز ۾ چيو تہ اڙي يارو! مان ڇا ڄاڻان

منهنجو پٽ هن وقت شاهي محل ۾ هوندو.

هڪ لالچي ٺڳ بيوقوف بنجي ويو ۽ چيائين ته توهان جي پٽ اسان کي توهان ڏانهن موڪليو آهي ته توهان کان سون ناهڻ جون جڙي ٻوٽيون حاصل ڪيون.

ترڪ واپاري اڻ ڄاڻ بڻجي چيو ته آخر توهان آهيو ڪير؟

تنهي ٺڳن هڪ آواز ۾ چيو ته ”اسان اهي ئي آهيون جيڪي توهان جي پٽ کي پاڻ سان گڏ وٺي ويا هئاسون.“

ترڪ واپاريءَ چيو ته ”منهنجو پٽ ته هاڻي بادشاهه جو مهمان بنجي ويو هوندو.

ها ها ها. پوڙها واپاري تون ڪهڙو نه سادو سودو ماڻهو آهين. ڀلا بادشاهه اهڙي ماڻهوءَ کي ڪيئن ته مهمان بنائي سگهي. هو ته اسان جو مهمان آهي. هڪ ٺڳ چيو.

ترڪ واپاريءَ انهن ٺڳن سان بحث مباحثي ۾

شروع ٿي ويو، تہ جيئن ڪوئي وچي بادشاهہ کي پاڻ سان گڏ وٺي اچي ۽ هو نڳن کي پڪڙي سخت سزا ڏئي سگهي.

ترڪ واپاريءَ پڇيو تہ "مگر توهان منهنجي پٽ کي ڇو وٺي ويا هئا." تنهي نڳن هڪ آواز ۾ چيو تہ "اڙي بيوقوف! اسان ٽيئي نڳ آهيون اسان جو ڪم آهي ماڻهن کي ٺڳڻ. ٻون شڪر ڪر تنهنجي پٽ جي بيوقوفي ۽ سادگيءَ ان کي بچائي ورتو، ورنہ اسان ان کي بہ ختم ڪرڻ وارا هئاسين. هاڻي تون سون جي ٽاهڻ واريون جڙي ٻوٽيون جلدي ڏي، تہ تنهنجي پٽ ڪان سون ٺهرايون."

ترڪ واپاري چورنگاهن سان هيڏانهن هوڏانهن نهارڻ لڳو تہ هن کي بادشاهہ هن ڏانهن ايندي نظر آيو. هن بادشاهہ کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي وڏي اڻ چاڻائي سان چيو تہ سائين توهان اهو ٻڌايو تہ توهان کهڙو ڪم ڪندا آهيو، مان تجارت ڪرڻ ڪان ڏاڍو تنگ ٿيو آهيان ۽ چاهيان ٿو تہ توهان سان گڏ ڪم

ڪيان. اهي ٺيئي ٺڳ شوخيءَ ۾ اچي ويا ۽ سمورو قصو پنهنجي باري ۾ ٻڌائڻ لڳا ته ايتري ۾ بادشاهه سپاهين کي حڪم ڪري انهن ٽنهي ٺڳن کي گرفتار ڪيو.

ايتري ۾ حڪيم بابا به اچي ويو. پنهنجو ۽ انهن ٺڳن جو سڄو قصو بادشاهه کي ٻڌايائين. بادشاهه ترڪ واپاري ۽ حڪيم بابا جي چالاڪي ۽ ڏاهپ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. کين وڏا وڏا انعام اڪرام ڏنائين ۽ انهن ٽنهي ٺڳن کي موت جي سزا ڏنائين. اهڙيءَ طرح سان شام جي ملڪ جي ماڻهن کي انهن ٺڳن کان هميشه لاءِ نجات ملي وئي.

# وفادار بادشاھہ ۽ غدار وزير

اڄ کان سوين سال اڳ جي ڳالھہ آھي تہ قسطنطنيہ يعني استنبول جي اڳيان صرف خيمائي خيما نظر اچي رھيا ھئا. ھي خيما ترڪيءَ جي حڪمران سلطان محمد ٻئي جي سپاھين جا لڳايا ويا ھئا، جيڪي قسطنطنيہ جي عيسائي بادشاھہ جي خلاف وڙھڻ آيا ھئا. اھي سپاھي عيسائين کي شڪست ڏيڻ ۽ قسطنطنيہ کي فتح ڪرڻ چاھن پيا. انھن ئي خيمن جي وچ ۾ ترڪيءَ جي سلطان جو خيمو بہ لڳل ھو. جنھن جي چوڌاري ترڪي فوج جو سخت پھرو ھو ۽ ڪنھن بہ بني بشر کي اندر گھڙڻ جي اجازت نہ ھئي. اتي پکيءَ کي بہ طاقت نہ ھئي جو پنھنجو پر ماري سگھي. ليڪن سلطان انھن پھريدارن کي ھيءُ حڪم ڏنو ھو تہ جيڪڏھن ڪوئي بہ ماڻھو جنگ جي باري ۾ ڪا بہ ضروري ڳالھہ ٻڌائڻ اچي تہ پوءِ ان کي نہ روڪيو وڃي

۽ سلطان سان ملڻ جي اجازت ڏني وڃي.

هڪ رات جي ڳالهه آهي ته سلطان وڏيءَ پريشانيءَ ۾ مبتلا هو. ان جي پريشانيءَ جو سبب اهو هيو ته ان جي فوجن گهڻي وقت کان وٺي قسطنطنيه جو محاصرو ڪري رکيو هو، ليڪن فتح جي ڪا ئي به نشاني نظر نه اچي رهي هئي. اهڙيءَ ڇڪتاڻ ۽ خيالن جي ڏي وٺ ۾ اڌ رات ٽپي چڪي هئي ۽ هي آخرڪار سمهي رهيو. هن جي ننڊ پوڻ کان بعد خيمي جي دروازي وٽ هڪ شخص آيو ۽ پهريدارن کي چوڻ لڳو ته آءُ سلطان کي هڪ وڏي خطري کان آگاهه ڪرڻ آيو آهيان ۽ جيڪڏهن مون کي جلدي سلطان سان ملاقات ڪرڻ جي اجازت نه ڏني وئي ته خطرو گهڻو وڏي ويندو ۽ قسطنطنيه جو خواب ڪڏهن به پورو نه ٿيندو. پهريدار چڱيءَ طرح سان ڄاڻن پيا ته اهڙي اطلاع ڏيڻ وارو ڪنهن به وقت سلطان سان ملي سگهي ٿو ۽ سلطان کي سمورو احوال ڪري سگهي ٿو. مگر ان سان گڏ هنن کي اها به خبر هئي ته سلطان اڌ رات

تائين جاڳندو رهيو آهي ۽ هاڻ هن جي اک لڳي آهي. هاڻ هن کي ننڊ مان نہ ئو اٿاري سگهجي.

انهن پهريدارن جي سمجهہ ۾ نہ پيو اچي تہ هاڻي اسين ڇا ڪريون ۽ ڇا نہ ڪريون. سلطان کي اطلاع ڏيون يا وري ان کي آرام ڪرڻ ڏيون. اهي پاڻ ۾ گفتگو ڪرڻ لڳا. ڪنهن نتيجي تي نہ پهتا تہ ڇا ٿا ڏسن تہ سلطان خود دروازي تي اچي ويو آهي. سلطان کي پاڻ ڏانهن ايندو ڏسي هي وائڙا ٿي ويا. سلطان پهريدارن کي مخاطب ٿي چيو تہ جڏهن مان توهان کي حڪم ڏنو آهي تہ جنگ جي خبر پهچائڻ واري کي ڪڏهن بہ نہ روڪيو وڃي تہ پوءِ توهان پاڻ ۾ صلاح مشورو ڇو ٿا ڪيو؟ ايترو وقت خطري آڏيندڙ شخص کي ڇو روڪيو اٿو؟ پهريدارن اهو ٻڌي سلطان کان معافي ورتي. سلطان ان اجنبي ماڻهوءَ کي پاڻ سان گڏ وٺي خيمي جي اندر هليو ويو ۽ پڇيائين تہ "منهنجا ياءُ تون ڇا چوڻ چاهين ٿو؟"

ان شخص هٿ ٻڌي چيو تہ "قبلا مان توهان کي

ھڪ اھڙي خبر ٻڌائڻ آيو آھيانِ جنھن تي توھان اعتبار نہ ڪندا. مگر ان ۾ اسلامي فوج ۽ توھان جي عزت جو سوال آھي ان لاءِ مان توھان وٽ آيو آھيان."

سلطان غور و فڪر سان ان شخص جي چھري ڏانھن گھور ڪري ڏسڻ لڳو ۽ اندازو لڳايائين تہ ھن جي دل جي سچائي ھن جي چھري تي ظاھر آھي. ان ڪري چوڻ لڳو تہ تون جيڪو چوڻ چاھين ٿو اھو صاف صاف ٻڌاءِ. سچي ڳالھہ ھوندي تہ مان ان تي اعتبار ڪندس.

ان تي ھن ماڻھو چيو تہ "جيئندا قبلا! مان وڏي ڏک سان توھان کي ھيءُ راز ٻڌائڻ چاھيان ٿو تہ اوھان جو وزير اعظم خليل پاشا دشمن سان ساز باز ڪرڻ ۾ مصروف آھي ۽ ممڪن آھي تہ اسان جو دشمن وزير اعظم کي خريد نہ ڪري وجھي ۽ ھو توھان سان ۽ اسلامي فوجن سان غداري ڪرڻ لڳي. جيڪڏھن اھڙو واقعو پيش آيو تہ توھان جيڪو ارادو ڪري گھر ۽ ملڪ کان نڪتا آھيو تہ اھو شايد پورو نہ ٿي سگھي.

اهي مٿيان الفاظ ٻڌنديئي سلطان هڪ ڳوري سوچ ۾ پئجي ويو. هيءُ اهو گمان به نه ڪري سگهيو پئي ته هن جو وزير اعظم هن سان ۽ اسلامي فوجن سان غداري ڪندو. سلطان ڪجهه سوچيندو رهيو ۽ اهو شخص هن جي سامهون خاموشيءَ سان ويٺو رهيو.

سلطان گهڻي سوچ ۽ ويچار کان پوءِ ان شخص کي چيو ته ”مان توهانجو شڪريو ادا ڪريان ٿو ۽ اميد ڪيان ٿو ته ان راز جو ذڪر توهان ڪنهن سان به نه ڪندين. جيڪڏهن ان راز جي خبر ماڻهن تائين پهچي وئي ته اسان کي تمام گهڻو نقصان برداشت ڪرڻو پوندو.“ ان اجنبي شخص وعدو ڪيو ته هي ان ڳالهه جو ذڪر ڪنهن به بني بشر سان نه ڪندو ايئن چئي هي خيمي کان ٻاهر هليو ويو. هن جي وڃڻ کان بعد سلطان خيمي جي اندر پريشانيءَ واري حالت ۾ گهمڻ لڳو. آرام به هن کان وسري ويو. هي نه پيو سمجهي ته هن جو دل گهريو وزيراعظم خليل پاشا هن سان ڪڏهن به غداري ڪندو ۽ ان اجنبي شخص جي ڳالهه

کي بہ ڪوڙو نہ پيو ڪري سگھي. اهڙي ريڙهہ پيڙهہ ۽ سوچ ويچار ۾ هن کي هڪ ڪلاڪ گذري ويو. آخرڪار هن پهريدارن جي ڪمانڊر کي پاڻ ڏانهن گهرايو ۽ ان کي چيائين "وزير اعظم خليل پاشا جي خيمي ۾ وڃ ۽ ان کي چئو تہ سلطان توکي ياد فرمايو آهي." پهريدارن جو ڪمانڊر هليو ويو ۽ وزير اعظم خليل پاشا کي چيائين تہ سلطان توکي پاڻ وٽ گهرائي رهيو آهي. ٿوري دير کان بعد خليل پاشا سلطان وٽ آيو ۽ چيائين تہ "حضور سلطان رات جو هن وقت مون کي ڪيئن ياد فرمايو آهي. سلطان چيو تہ خليل پاشا مون کي هاڻي اطلاع مليو آهي تہ هڪ اهڙو شخص جنهن تي مون کي مڪمل اعتبار آهي اهو دشمن سان ساز باز ڪرڻ ۾ مصروف آهي. مان چاهيان ٿو تہ اهو معاملو توهان پنهنجي هٿ وس ۾ ڪيو ۽ ان غدار کي ظاهر ڪريو. مان سمجهان ٿو ۽ چاهيان ٿو تہ تون ان کي ظاهر ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندين. اهو ڪم مان توکانسواءِ ٻئي ڪنهن جي بہ حوالي ڪري نہ ٿو

سگهان، ‘چاڪاڻ تہ اهو نازڪ واقعو آهي.

وزير اعظم جو منهن تامڻي هٽي ويو ليڪن سلطان پاڻ کي ايئن ظاهر ڪيو تہ ڄڻ هي هن کي ڏسي ۽ سمجهي ئي نہ ٿو. وزير اعظم خليل پاشا اهو ٻڌي دروازي کان ٻاهر نڪري ويو، تڏهن سلطان پنهنجي بستري تي سمهي پيو ۽ اکيون بند ڪيائين شايد هو ننڊ ڪرڻ لڳو.

صبح جو آذان آيو تہ هيءُ اٿي ويٺو. هڪ خاص خادم هن کي وضو ڪرايو. سلطان اطمينان سان نماز پڙهي. نماز کان بعد دير تائين دعا گهري ۽ پوءِ وري خيمي ڏانهن آيو ۽ وري خيمي جي اندر پريشانيءَ جي حالت ۾ گهمڻ لڳو. بار بار دروازي ڏانهن ڏسڻ لڳو. جيئن ڪنهن جو انتظار ڪيو ويندو آهي. سج نہ اڀريو هو تہ ايتري ۾ خليل پاشا اتي آيو. سلطان هن کي ڏسي چيو تہ ”خليل پاشا اميد هئي تہ تون ان غدار کي ظاهر ڪندين ۽ تون ضرور ان کي ظاهر ڪرڻ ۾ ڪامياب ٿي ويو هوندين.“

خليل پاشا ورندي ڏني تہ ”جيئندا قبلا!
هائو سائين مون ان غدار کي ظاهر ڪيو آهي ۽ اهو غدار هن وقت توهان جي آڏو حاضر آهي.“
سلطان غصي ۾ اچي چيو تہ ”ڪٿي آهي اهو غدار.“ خليل پاشا ڦڙتائي سان تلوار ميان منجهان ڪڍي سلطان کي ڏني ۽ پنهنجو گردن جهڪائي چيو تہ سائين غدار هي آهي ۽ هن جو گردن تلوار جي هڪ ڌڪ سان اڏاريو.
سلطان اچرج ۾ پئجي پهريائين تلوار کي ۽ پوءِ وزير اعظم خليل پاشا ڏانهن ڏسڻ لڳو ۽ چوڻ لڳو تہ ”خليل پاشا! مون کي سڀ ڪجهہ معلوم ٿي ويو هيو تہ تون مون سان ۽ اسلامي فوج سان غداري ڪرين ٿو. مگر مون کي يقين هو تہ تون پنهنجي غلطيءَ تي پڇتائيندين ۽ اِن بيهودي حرڪت کان باز اچي ويندين. وٺ پنهنجي تلوار جيڪا هن الله تعاليٰ گهريو تہ اسان سڀئي گڏجي اسلام جي خاطر وڙهنداسين ۽ قسطنطنيہ فتح ڪري دم ڏينداسين.

اهو ٻڌي خليل پاشا جي اکين ۾ ڳوڙها تري آيا ۽ خدا جي آڏو سجدي ۾ پئجي ويو ۽ خدا تعاليٰ کان معافي گهري توبه تائب ٿيو ۽ سلطان کان به معافي ورتائين.

# داناءُ سپاهي

فرانس جي بادشاهہ نيپولين جي فوج جو هڪ سپاهي ذهين ۽ هوشيار هيو. هن جي ڏاهپ جو ڏاڪو سڄي فوج جي مڃتا هو. ليڪن ان ۾ هڪ وڏي ۾ وڏي خراب عادت اها هئي تہ هو شراب گهڻو پيئندو هو. ايتري قدر جو شراب لاءِ پئسن نہ هجڻ ڪري گهر جا قيمتي زيور ۽ ٿانو بہ وڪڻي ڇڏيندو هو. اهڙيءَ طرح سان هي شراب حاصل ڪرڻ لاءِ گهر جي ڪا بہ شيءِ وڪرو ڪرڻ کان نہ ڪيپائيندو هو.

هڪ ڏينهن اهڙو ٿيو جو هن کي شراب لاءِ گهر ۾ ۽ کيسي ۾ ڪجهہ بہ ڪين هيو. دوستن کان اڌارا پئسا تہ هي وٺندو ئي ڪين هو. ان وقت هن وٽ تلوار کانسواءِ ٻيو ڪجهہ بہ نہ هو. لاچاريءَ جي حالت ۾ شراب حاصل ڪرڻ لاءِ پنهنجي هٿيار تلوار کي وڪرو

ڪيو ۽ ان ٽلوار جي بجاءِ هن ڪاٺيءَ جي ٽلوار ٺاهي مياڻ ۾ رکي ڇڏي.

اها خبر آهستي آهستي هڪ ڏينهن نيپولين کي پئي. نيپولين ان سپاهيءَ کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيو ته هڪ ماڻهو کي سخت ڏوهن جي بدلي ۾ موت جي سزا ڏني وئي آهي ۽ ان جي قتل ڪرڻ لاءِ تو کي مقرر ڪيو ويو آهي. سپاهي ورندي ڏني ته "اي منهنجا سائين هي ماڻهو بي ڏوهي آهي هي ڏوهه ڪڏهن به نه ڪري سگهندو. جيڪڏهن هن ٿورو گهڻو ڏوهه ڪيو به آهي ته پوءِ هن کي معافي ڏني وڃي."

نيپولين جواب ڏنو ته "عدالت جي طرفان هن جي مٿان ڏوهه ثابت ٿيو آهي ۽ هن جي لاءِ سزا مقرر ڪئي وئي آهي، تو کي ڪهڙي مجال آهي جو هن کي معافي ڏيارين ٿو. ڪهڙي به صورت ۾ ڪهڙي به حال ۾ هن کي معافي نه ٿي ڏيئي سگهجي."

جيئن ته نيپولين کي خبر پهچي چڪي هئي ته هن سپاهيءَ وٽ اصلي تلوار نه پر نقلي تلوار آهي ۽ پئي

طرف سپاهي به سڀني ڪري ويو هيو ته نيپولين کي منهنجي خراب عمل جي خبر پئجي چڪي آهي ۽ هي پريشان ٿيڻ لڳو. انهيءَ ڪري نيپولين هڪ ڳالهه تي ۽ سپاهي ٻيءَ ڳالهه تي. هنن ٻنهي جو گفتگو ٿيندو رهيو. هر هڪ پنهنجيءَ ڳالهه تي اٽل رهيو. ليڪن سپاهي سپاهي هوندو آهي ۽ بادشاهه بادشاهه هوندو آهي. سپاهيءَ کي هار مڃڻي پئي. سپاهي ڏاڍو ششدر ۽ پريشان ٿيو. هيڏانهن هوڏانهن ڏسڻ لڳو ته خدا ڪري ڪنهن ٻئي سپاهيءَ کان تلوار ملي پوي ۽ هي ان ڏوهيءَ جو سر قلم ڪري. گهڻي ڪوشش جي باوجود هي نا اميد ٿيو ۽ هن کي تلوار ڪٿان به نه ملي. آخرڪار هي مجبوراً ڏوهيءَ جي پرسان بيهي رهيو ۽ چوڻ لڳو ته:

”اي الله تعاليٰ تون ڄاڻڻ وارو آهين، جيڪڏهن هي ماڻهو بي قصور ۽ بي ڏوهي آهي ته پوءِ مان هن ماڻهوءَ کي قتل ڪرڻ نه ٿو چاهيان ڇاڪاڻ ته مان قتل جو گناهه نه ٿو ڪٽي سگهان ۽ جيڪڏهن هي سچ ڳالهائي ٿو ۽ ڏوهي نه آهي ته پوءِ منهنجي تلوار ڪاٺيءَ جي

ٻڌاءِ.“

اهڙيءَ طرح هن جلديءَ مان تلوار ميان مان ٻاهر ڪڍي ته پوءِ ڪانيءَ جي تلوار سيني ڏني. درٻار ۾ ويٺل سڀ ماڻهو وائڙا ٿي ويا ۽ سچ سمجهڻ لڳا. ان سپاهيءَ چيو ته ”اي اسان جا سائين هي ماڻهو بي قصور ۽ بي ڏوهي آهي، ڇاڪاڻ ته منهنجي تلوار دعا سان رُڪ منجهان ڪانيءَ جي بڻجي چڪي آهي.“

نيپولين سپاهيءَ جي سياڻپ ۽ ڏاهپ ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ ان جي ڏاهپ جي ڪري ڏوهيءَ کي معاف ڪري ڇڏيائين. ان کان بعد سپاهيءَ کي انعام اڪرام ڏنائين، جنهن شراب پيئڻ کان قسم کڻي ڇڏيو.

# سڀ کان وڏي تجارت

هڪ دفعي حضرت مبارڪ رحہ پنهنجي پياري فرزند حضرت عبدالله رحہ کي پنجاهہ هزار دينار ڏيئي واپار لاءِ موڪليو. جيئن تہ حضرت عبدالله رحہ جي چاهت ۾ تڙپ علم حاصل ڪرڻ لاءِ هوندي هئي. هن جو ذهن مالي تجارت حاصل ڪرڻ لاءِ مطمئن نہ هوندو هو. اُن ڪري هن واپار ۾ تجارت جي مال خريد ڪرڻ بدران علم حاصل ڪرڻ کي وڌيڪ ترجيح ڏني ۽ قافلي کان الڳ ٿي مصر ڏانهن سفر ڪرڻ لاءِ روانو ٿيو ۽ رستي تي وڏن وڏن عالمن، فقيهن ۽ محدثن سان ملاقاتون ڪيائين ۽ انهن کان فيض ۽ علم حاصل ڪندو رهيو ۽ پنهنجي والد جو پئسو علم حاصل ڪرڻ ۾ خرچ ڪندو رهيو. چوندا آهن تہ ڪائيندي کوهہ بہ کٽي ويندا آهن، ۽ آخرڪار هن جا سڀ پئسا ختم ٿي ويا تہ پوءِ هن واپس گهر ڏانهن رخ ڪيو. جڏهن گهر آيو تڏهن حضرت مبارڪ رحہ ڏاڍو خوش هو

تہ منهنجي پٽ تمام گهڻو ناڻو ڪمايو هوندو. ڇاڪاڻ تہ وڏن وڏن ملڪن کان ۽ گهڻي وقت کان گهر موٽي آيو هو. پٽ سان ملڻ کان بعد خوشيءَ سان پڇيائين تہ:

"پٽ! تجارتي سفر ڪيئن گذريو؟ ڇا ڪمائي موٽيو آهين؟" پٽ جواب ڏنس تہ "بابا! مان هڪ اهڙي دولت ڪمائي آيو آهيان جو ڪڏهن بہ ختم ٿيڻ واري نہ آهي."

حضرت مبارڪ رحہ وڏيءَ حيرت ۽ خوشيءَ منجهان چيو تہ "پٽ! ختم نہ ٿيڻ واري دولت ڪهڙي آهي."

حضرت عبدالله رحہ ورندي ڏني تہ "بابا سائين! ماڻهو تہ اهڙي واپار ۾ پئسا سيڙائيندا آهن جن ڪي نفعو صرف هن دنيا ۾ ملندو آهي ليڪن مان زقم اهڙي واپار ۾ سيڙائي آهي جنهنجو نفعو ٻنهي جهانن ۾ ملندو." پٽ جو اهو جواب ٻڌي حضرت مبارڪ رح ڪيَ ڏاڍي خوشي ٿي ۽ چيائين تہ "پٽ اها ڪهڙي دولت آهي جيڪا تون ڪمائي آيو آهين؟

پٽ قرآني سانَ حديث جي ڪتابن ڏانهن اشارو ڪندي جواب ڏنو تہ

"بابا سائين! هي آهي ٻنهي جهانن ۾ نفعي ڏيڻ واري شيءِ. پياري رسول الله صلي الله عليه وسلم جي علم جو خزانو. مان انهيءَ خزاني کي حاصل ڪرڻ لاءِ ساري جو ساري دولت خرچ ڪئي آهي."

حضرت مبارڪ رحمة الله عليه اهو جواب ٻڌي خوشيءَ ۾ نه ٿي ماپيو. اکين مان خوشيءَ جا ڳوڙها وهڻ لڳا. پٽ کي ڀاڪر پاتائين ۽ خوب دعائون ڏنائينس. ڪجهه ڏينهن کان بعد پٽ کي ٽيهه هزار دينار ڏنائينس ۽ چيائينس ته هي رقم وٺ ۽ جيڪڏهن تنهنجي ڪامياب واپار ۾ ڪائي گهٽتائي آئي آهي ته ان رقم سان پورو ڪجانءِ. اهڙيءَ طرح سان حضرت عبدالله رحه ٽيهه هزار دينار پنهنجي والد کان وٺي سفر ڏانهن روانو ٿيو ۽ عالمن کان ايترو ڪجهه پرايائين جو اڄ به سندس سيڙايل موڙي جو نفعو ڪيس ملندو رهي ٿو ۽ سندس نالو سڄ جيان ڪتابن ۽ دلين ۾ روشن آهي.

پيارا ٻارو! ڏٺو وچي ته سڀ کان وڏو واپار علم حاصل ڪرڻ آهي ۽ سڀ کان وڏيڪ نفعو علم مان ئي ملي ٿو.

# ڏاهو شهزادو

قديم زماني جي ڳالهه آهي ته فارس جي ملڪ تي هڪ نامياري ملڪه حڪومت ڪندي هئي، ملڪه پنهنجي دل ۾ اهو خيال ڪندي هئي ته مون کان وڌيڪ عقلمند هن دنيا ۾ ڪو به نه آهي ۽ هن اهو اظهار ٻين عام ۽ خاص ماڻهن سان به ڪيو هو ته هن کان وڌيڪ هوشيار ۽ ڏاهو ڪو به نه آهي. ليڪن هن جي پاڙيسري ملڪ ترڪ جو شهزادو به وڏو ڏاهو ۽ عقلمند هيو، هن جي شهرت، عزت ۽ عقلمنديءَ جو چرچو پري پري تائين پکڙيل هو.

جڏهن فارس جي ملڪه اعظم هن جي تعريف ٻڌي ته هن سوچيو ته مون کان ته وڌيڪ عقلمند ڪو به نه آهي، هي وري مون سان ڪيئن برابري ڪري سگهندو؟

شهزادي کي ناڪام بنائڻ ۽ امتحان وٺڻ لاءِ هن ملڪ جي وڏن عالمن ۽ دانائن کي پاڻ وٽ گهرايو ۽ چيو ته توهان ڪجهه نه ڪجهه اهڙيون تجويزون ۽ رٿون سوچيو جو

شهزادو پنهنجي ذهانت جي امتحان ۾ فيل ٿي ويجي.

سيني عالمن منجهان هڪ وڏي عالم گهڻي سوچ ۽ ويچار ڪان پعد ملڪم اعظم جي ڪن ۾ ڪجهه چيو، جنهن ڪي ٻڌي هيءَ ڏاڍو خوش ٿي ۽ ان کي وڏا وڏا انعام ڏنائين.

ان کان بعد ملڪم اعظم ترڪ جي شهزادي ڪي دعوت نامون ڏياري موڪليو، جنهن ڪي شهزادي خوشيءَ وچان قبول فرمايو. ملڪم اعظم دعوت جي ڪاڌي کائڻ کان بعد ترڪ جي شهزادي ڪيَ فرمايو تہ "مان ٻڌو آهي تہ تون تمام وڏو عقلمند آهين، تنهنڪري تنهنجي ڏاهپ جو امتحان هاڻي ورتو ويندو."

اهو چئي ملڪم اعظم تاڙي وڄائي تہ ڪمري مان چار ٻار ٻاهر نڪري آيا جيڪي شڪل ۽ شباهت، صورت ۽ قد ۽ بت ۾ هڪ جيترا ۽ هڪجهڙا هئا. ملڪم اعظم فرمايو تہ "اي فارس جا شهزادا تون پاڻ کي ڏاهو سمجهندو آهين تہ ٻڌاءِ انهن ٻارن مان ڪيترا ۽ ڪهڙا ڇوڪرا ۽ ڇوڪريون آهن."

شهزادو پهريائين ڪجهه گهٻرائجي ويو پر پوءِ ڪجهه سوچي مشڪيو ۽ چيائين تہ "هڪ ٻالٽيءَ ۾ مٽي وجهي ڪٺي اچو." ملڪم پنهنجي غلام کي ايئن ڪرڻ جو حڪم ڏنو.

جڏهن بالتي مٽي سان ڀرجي آئي ته شهزادي انهن ٻارن کي چيو ته اڙي ٻارو انهيءَ مٽيءَ سان راند ڪيڏو. ٻار جڏهن مٽي سان ڪيڏڻ لڳا ته شهزادي چيو ته مان انهن ٻارن کي سڃاتو آهي ته انهن مان ڇه ڦلاڻا ڇوڪرا ۽ ڇه ڦلاڻيون ڇوڪريون آهن. ملڪ اعظم اهو ٻڌي اچرج ۾ پئجي ويو ته شهزادي ڪيئن ڪيس صحيح ٻڌايو آهي.

ملڪ اعظم ترڪ جي شهزادي سليمان کان دريافت ڪيو ته "تون ڪيئن انهن کي سڃاتو آهي حالانڪ اهي ته چارئي ٻار هڪجهڙا ۽ هڪ جيترا هئا."

شهزادي مشڪي چيو ته "اي ملڪ اعظم جڏهن مان انهن ٻارن کي مٽيءَ سان ڪيڏڻ لاءِ چيو ته انهن مان ڇه ٻار هڪ ٻئي ڏانهن مٽي اڇلائڻ لڳا. جن کي ڏسي مون چيو ته هي ڇهئي ڇوڪرا آهن ۽ ڇه ٻار مٽيءَ جا گهر ٺاهڻ لڳا ته مون سمجهيو ته اهي ڇهئي ڇوڪريون آهن."

ملڪ اعظم اهو ٻڌي پشيمان ٿي ته واقعي مون کان به وڌيڪ ڏاها ماڻهو آهن ۽ ترڪ جي شهزادي سان شادي ڪيائين.

شام جا ٽڪ ☾☽ شام جا ٽڪ

پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، ڇُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندَڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، پاڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪاريِ تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعوىٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. بين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَن پاران ڪتابن کي ڊِجيٽائيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيٽائِيز ڪرڻ کان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَن سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پڙهن کي ڪُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي ته هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن به رُڪاوٽَ کي نه مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهه ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهه ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو ته:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛

ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهه پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالههَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهه نيلا پيلا آهن؛

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،

جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!

مون لاءِ بنهي ۾ فَرَقُ نه آ، هي بيتُ به بَمَ جو ساٿي آ،

جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ ـ

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ ته ”هاڻي ويڙهه ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نه وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪڇي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاٽن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **ڇو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِ پائي چيو تہ ”منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ“.
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)